# مهامتي پراڻنات جي سنڌي واڻي



ڀاڳو ڀيون

جهمون ڇڳاڻي

مهامتي پراڻ ناٿ جي

# سنڌي واڻي

## ڀاڱون ٻيون

اربيان ٿو

هن آن سڀاڳي، سنڌيءَ کي جنهنجي دل ۾ ڪو جذاتمڪ ڪارڄ ڪرڻ لاءِ لگن آهي.

سنڌ سگهڙيءَ جي جناب غلام علي الانا صاحب ۽ محبوب شاعر ڏاجل امرس کي.

ڪهڙي وطن مهتا کي جهن ٻهراڻن ڀاڳي ڪان ٻوه اتاقي رهڻ ڇڏيان کي ا. سنڌي سماج اڳاڻن ٻوچاڻ لاءِ ڀڙاڙ ڪيو.

ٻهنجيءَ 85 سال جي عمريءَ آمڙ کي جنهنجي دعائن سان هن لائقيءَ لڳو آهيان ۽ سنڌيت جي شيدائي اديبڙي ڀاءُ امدڪار ڇڳاڻيءَ کي.

— جهمون ڇڳاڻي

# ڀومڪا

"ڀاڳوتي پراڻناٿ جي سنڌي واڻي" نالي سان
جيون ڇپائيءَ ڀوپال مان سن 1991ع ۾ هڪ سنڌي پستڪ
ڇپائي پڌرو ڪيو هئو. اُن لئي هن ويهارو سال کن سخت
پورهيو ڪيو هئو. سندس اِهيءَ رچنا جو قدر عالمن هند
۽ سنڌ ۾ ڪيو آهي. اُن ڪتاب ۾ سنت ڪويءَ سوامي
پراڻناٿ (1618-1694) جي گرانٿ **"شري تارتم باڻي
يا ڪلجم سوروپ"** مان سنڌي واڻيءَ وارو اڌياءِ الڳ
ڪري جيئون ڇپائيءَ ڇاپيان جو مول پاٺ ديوناگريءَ
۽ عربي- سنڌي لکاوٽ ۾ ڏنئي، انهن جي سمجهاڻي نه
ڏني آهي.

اِهيءَ ڪتاب ۾ سوامي پراڻناٿ جي جيونيءَ ۽
سندس دارشنڪ وچارن تي مختصر روشني وڌي وئي
آهي. اُهيءَ جو هتي دهرائڻ نه. ڪري مان ڪن ٻين اهم
پهلوئن طرف ڌيان ڇڪائڻ چاهيان ٿو.

"شري ڪلجم سوروپ" شري پراڻناٿ پرڪاشن
دهليءَ وارن ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. اُهيءَ جو ٻيون ڇاپو
(1972) مون وٽ موجود آهي، جنهن جو وقت نه وقت
اڀياس ڪيو ڪندو آهيان. اهو گرانٿ پڙهندي ڏٺم تہ.
سنڌي اڌياءِ کان سواءِ ٻين ڪن اڌيائن ۾ به وچ وچ ۾
سنڌي ڀاشا جون چوپايون ڏنل آهن. ڪن هنڌن تي اُن
کي "سنڌي جاتي ڀاشا" چيو ويو آهي، پر اها نه ڪڇي
۽ لاڙي لهجي واري سنڌي ٻولي آهي. خبر نه آهي ته
سنگرهڪ، ڪنڌن ڪهڙي سبب ڪري اُن کي سنڌي
اڌياءِ ۾ شامل نه ڪيو آهي. اِهيءَ حقيقت طرف جيمون

چوٽيءَ جو ڌيان ڇڪايو. هن ڳولهي ٽڙيل پکڙيل سنڌي
چوپايون گڏ ڪري سمپاديون سهت هن ڪتاب ۾ ڏنل
آهــن. سنڌي آڏاڻ ۾ ڪل 524 چوپايون آهــن ۽ هن
اڏيائن ۾ 208 سنڌي چوپايون ڏنل آهن. ان حساب سان
راهويءَ گجرات ۾ ڪل 732 سنڌي چوپايون درج ڪيل
آهن. لاشڪ اهو چوڻو ٿي آڌاي سوماڻو لکيو، جيڪو شاهه
لطيف جي دور کان اڳ واري عرصي جو آهي.

سوامي پراڻناٿ گجرات جو سنت ڪوي هو
پنهنجي گروه ۽ لالن جي جري هو سنڌي ۾ چئندو
هو، جنهن ۾ ڪچي، لاڙي ۽ ٻاڙڪي اپڀاشائن جو سنڌر
ميل نظر اچي ٿو. سوامي پراڻناٿ جي جنم کان پنجاهن
کن سال اڳــ، گجرات ۾ هڪ ٻيو سنت ڪوي پرلوڪ
سڌاريو هو، جنهن جو نالو هو سنت دادو دئيال (1544-
1603) هو قاضي قادن جي گذاري وڃڻ وقت (ٻئي
1551 ۾) ستن کن سالن جو هو. دادو دئيال پنهنجي
پرچار جو کيتر گجرات ۽ راجستان کي بڻايو. اهڙي
ايراضيون سنڌ جي ويجهو هجڻ ڪري هن سنڌي ڀاشا
جو محاورو به حاصل ڪيو، ۽ ان ۾ به پنهنجي واڻي
چيائين. دادو دئيال جي گرنٿاوليءَ ۾ ٻٽيهه، کن دوها ۽ ڏهه
کن پد سنڌي ٻوليءَ ۾ ملن ٿا. ممڪن آهي ته هن جي
سنڌي ڀاشا ۾ ڪاوِ، رچنا اڃا به وڌيڪ هجي، جيڪا
روشنيءَ ۾ نه اچي سگهي آهي. مطلب ته موجوده ڄاڻ
مطابق وچين دور جي اهڙن ٻن سنت ڪوين جي اسان
کي سنڌي واڻي ملي آهي، جيڪي سنڌ جي حدن کان
ٻاهر ٻين ڀاشائي ايراضن جا رهاڪو هئا.

سنڌي آڌاي ـــ ورڻ، حيدرآباد سنڌ مان هڪ

اردوءَ ۾ ڪتاب شايع ٿيل آهي- "برهانپور ڪي سنڌي اولياءِ". ان ۾ اهڙن درويشن ۽ صوفين جو تذڪرو آهي، جيڪي زماني جي گردش سبب، ان وچين دور ۾ سنڌ مان لڏي وڃي برهانپور (مڌيه پرديش) ۾ رهيا هئا.

برهانپور جي مسجدن ۽ درگاهن ۾ ڪيترائي پراڻا دستخط رکيل آهن، جن مان ممڪن آهي ته ڪجهه سنڌي ٻوليءَ ۾ به هجن. اتي جا پيرمرد مسلمان به ڳالهين ڪندي ٻڌائيندا آهن ته سندن وڏا اصل ۾ سنڌ مان لڏي اچي هن شهر ۾ رهيا هئا. هن ڏس ۾ اسان کي ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن اهي پراڻا پوٿا باريڪيءَ سان جاچجن ته اميد آهي ته ڪي اهڙا به سنڌي املهه رتن روشنيءَ ۾ اچي وڃن. اهڙيءَ جو تازو مثال آهي قاضي قادن جي وائي. سنڌي ادب جي روايت ۾ سندس فقط ست بيت مشهور هئا، جيڪي بيان العارفين جي ليکڪ ۽ بلڙيءَ واري شاهه عبدالڪريم جي مريد محمد رضا پنهنجي مرشد جو ڪلام قلمبند ڪندي درج ڪيا هئا.

پر هرياڻا ۽ راجستان جي ڪبير ۽ دادو پنٿي مٺن-مندرن ۾ رکيل پراڻن پوٿين ۾ انهن سنتن جي وائيءَ سان گڏ قاضي قادن جي سنڌي وائي به ديوناگري اکرن ۾ قلمبند ٿيل آهي. ان مان صاف ظاهر آهي ته قاضي قادن صوفي سنت طور سنڌ جي حدن کان ٻاهر پروارن علائقن ۾ به مشهور هئو. هن جا رچيل سنڌي دوها سنت - پرمپرا ۾ ايترا ته مشهور هئا، جو جڏهن سنتن جي وائيءَ جا سنگره تيار ڪيا ويا، ته قاضي قادن جي وائي به انهن ۾ شامل ڪئي ويئي. اهي دوها جيڪي هستلکتن روشنيءَ ۾ آيا آهن، تن جو تعداد ٽي سؤ کن آهي. اها عجب جي ڳالهه آهي ته سنڌ جي جدا جدا درگاهن ۽ مسجدن ۾

اوڙي جهوان ڪتبخانن ۾ جيڪي پراڻا دستخطي مخطوطا محفوظ
رکيل آهن، انهن مان ڪنهن ۾ آ. قاضي قادن جا اهي
دوها درج ڪيل ن. آهن. انهن آهي جا ته سنڌ ۾ قاضي
قادن فقط هڪ سياسي شخصيت جي حيثيت ۾ مشهور
هئو؟ ان ڏاري ۾ وڌيڪ تحقيق جي گهڻي ضرورت آهي.

سنڌ جو ٻيو سنت ڪوي آهي شڪارپور جو
رهاڪو سامي (1743-1850) سنڌس رچيل ڪجهه شلوڪ
سنڌ جي زباني روايتن ۾ مشهور هئا، جيڪي ٽڪاڻن ۽
مندرن ۾ ڀڄن-ڪيرتن دوران ڳائيا هئا. پر ڇاپي جي
صورت ۾ ساميءَ جي سلوڪن جو پهريون سنگره اُوراسر
۾ شايع ٿيو هئو، جيڪو گرمکي لپيءَ ۾ ڇپيل هئو. اهو
ڇاپو ۽ ڪجهه ٻيا ڇاپا جاچي لوڙهي زباني روايتن مان
شلوڪ هٿ ڪري سڀ کان اول عربي- سنڌي اکرن ۾
ديوان ڪوڙومل چندنمل کلناڻيءَ سن 1885ع ڌاري ڇپايا.
اُن کان پوءِ هن ٻيا شلوڪ به شايع ڪيا. ان مثل مان
اهو ظاهر آهي ته سنڌ جي سنت ڪويءَ ساميءَ جي
سنڌي واڻي ۽ سنڌ جي حدن کان ٻاهر مشهور ٿي هئي
۽ اُتي قلمبند ڪئي وئي هئي.

هتي مان انهن حقيقتن طرف ڌيان ڇڪائڻ ٿو
چاهيان ته ڀارت ۾ رهندڙ اسان سنڌي هندو موجوده
حالتن ۾ ادبي تحقيق يا اتهاس لاءِ پنهنجي جنم ڀومي
سنڌ ۾ ۽ پاڪستان جي ٻين حصن ۾ عام طور وڃي
سگهون. ان جو سبب صاف ظاهر آهي ته ٻنهي ملڪن
جي اچ- وڃ ۾ گهڻيون رڪاوٽون آهن ۽ سياسي سنبنڌ
ني پائيدار آهن. انهيءَ هوندي به اسان آڳاٽي سنڌي
ساهتيه جي کوج ۽ تحقيق بابت ڀارت ۾ رهندي ٻا

گھڻو ڪجھ ڪري سگھون ٿا.

ڪجھ سال ٿيا ته راجستان سنڌي اڪاڊمي جي چيئرمين لالڪرام اسراڻيءَ اوله راجستان جي سرحدي علائقن ۾ سنڌي لوڪ ادب ۽ ٻولچين سنڌي ساهت جي حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ يوجنا عمل ۾ آندي. ان موجب يوجنا ۾ چاهه رکندڙن ڏهن کن سنڌي ليکڪن جي هڪ اڀياس ڪندڙ ٽولي سنڌ سرحد وارن راجستاني ايراضين جي سفر لاءِ نڪتي. مان به ان ٽوليءَ سان گڏ هوس. انهيءَ سفر دوران اسان کي اميد کان وڌيڪ سنڌي ادبي خزاني ۽ لوڪ-ورثي جي موجودگيءَ جي ڄاڻ حاصل ٿي. جيسلمير، جوڌپور، ٻاڙمير وغيره سرحدي علائقن ۾ رهندڙ لنگها ۽ منگڻهار، چارڻ ۽ ميراثي سنڌي لوڪ ورثي کي زباني روايتن ذريعي پيڙهيءَ ـ پيڙهي سانڍيندا پيا اچن. کين شاهه لطيف ۽ ٻين صوفي ۽ سنت ڪوين جا ڪلام اَزبان ياد آهن. ڪوتائن ۾ لوڪ ڪهاڻيون ٻڌائڻ جي کين انوکي ڪلا آهي. جوڌپور جي مشهور ودوان ڪومل ڪوٺاريءَ ٽي سؤ کن ڳائيندڙن جا سنڌي لوڪ گيت ۽ لوڪ ڪٿائون ٻاڻ وغ رڪارڊ ڪري رکيون آهن. ساڳيءَ طرح، ڪڇ (گجرات) جي ٻني ڪنڌر ۽ ٻين سنڌ سرحد سان لاڳو علائقن ۾ ڳاٽا سنڌي لوڪ ادب کي پيڙهين کان وٺي ٻاڻ وغ سانڍيندا پيا اچن. ضرورت آهي انهيءَ سموري لوڪ-ورثي کي قلمبند ڪري ڇپائي پڌري ڪرڻ جي، جنهن لاءِ کين يوجنا ۽ تحقيق ۾ چاهه رکندڙ سنڌي عالم.

زباني روايتن مان لوڪ-ورثي کي گڏ ڪري محفوظ ڪرڻ سان گڏو گڏ اسان کي لکيل آڳاٽي ساهت،

جي ۽ آسپاس طرف ڦهلجي ويا. راجستان ۽ گجرات
۾ پراچين پوٿين، چٽسالن ڪتابن ۽ قلمي لکتن جا انيڪ
ڀنڊار آهن. جوڌپور جي راجستاني شوڌ سنستان ۽
اوريئنٽل ريسرچ انسٽيٽيوٽ ۾ ٽي لک کن پراچين گرنٿ
۽ دستاويز حفاظت سان سانڍي رکيل آهن. ساڳيءَ طرح،
ٻڙودا جي اوريئنٽل انسٽيٽيوٽ لائبريريءَ ۾ به آڳاٽن
گرنٿن ۽ دستاويزن جو اڪت ڀنڊار آهي. اهي اڪيتون
پراچين راجستاني، پراچين گجراتي ۽ پراڪرت-اپڀرنش
۾ آهن. ڪيترن پوٿين جي ڀاشا جي آچار ڏانهن پوري
ڀلچال ا—. ٿي سگهي آهي. انهن لائبريرين ۾ اهڙن
جيڪڏهن ڀاڪي سان وڃي اهي آڳاٽيون رچنائون
ڇاڇيون ته انهن ۾ اسان کي پراڻي سنڌي ٻولي ۾ گهڻيئي
آدي رچنائون ملي سگهن ٿيون. ضرورت آهي انهن
عالمن جي جيڪي اوچ ٿي اهي ڏس ۾ وک. وڌائين،
سوامي پرانند جي سنڌي واڻي ۾ ڏ. اسان کي ان طرح
پراچين دستاويز ”ڪاهم سوروپ“ جي ورقن ۾ اڪل
ملي آهي. قاضي قادن جا ورڪ سنڌي ابيت ۽ دوهيا ۾
اسان کي حاصل ٿ. ٿين ها، جيڪڏهن اسان جو ڌيان
”سنتون کي واڻي“ ڏانهن پراچين هت لکيل سنگره
طرف ا. وڃي ها.

سنڌي ساهتيه جي تاريخي اوسر جي اهاط کان
سوامي پرانند جي سنڌي واڻي کي خاص اهميت
آهي. هيءَ سنت ڪوي سترهين صدي عيسويءَ جو
آهي جنهن سنڌي شاعريءَ جي اوسر ۾ ڪم ڪل ڪن
ڪڙي جي ڳنڍيي ٿو. شاهه لطيف جي ڪلام ۾ سنڌي
شاعري جنهن اوچ کي رسي آهي، انهيءَ جي وڪاس

جون جهڙيون آڳاٽيون مڃيون آهن، ان مان هڪ مثال
آهي سوامي پرمانند جي واڻي. انهيءَ جي اها خاصيت
آهي ته اها سنڌي اولياءَ جي ذاڪڻي خاص اهڃي ۽ وچول
آهي، جنهن ۾ ڪڇي، لاڙي ۽ ٿرانڪيءَ جي اچارن ۽
واڪرڻي روپن جو سنڌر مثال نظر اچي ٿو. سنڌ جي
شاعريءَ جون ڪجهه روايتون (جهڙوڪ ته اوک ڪتابن
جي تانگ - تانگن جا مثال ڪٽي روحاني آنڊ جو اظهار
ڪرڻ، سٽ ڪتڻ، پرانتر جي پرديس آسهڻ وقت سنڌس
پرهڪا جو ورلاپ ڪرڻ، وغيره) جهڙي شاهه لطيف
جي ڪلام ۾ ۽ ٻين صوفي شاعرن جي شعر ۾ ملن ٿيون،
اهي اسان کي سوامي پرمانند جي چوپاين ۾ به نظر اچن
ٿيون. هن ڪتاب ۾ سوامي پرمانند جون اهي چوپايون
جن ۾ ورهڱيءَ آتما جا پرماتما سان ملڻ لاءِ ورلاپ ڪيل
آهن، اهي ڪاويه جي سنڌرتا جي خيال کان به اهميت
اُترانٿيون آهن. هن سٽ ڪويءَ آلڻ ۾ وڻي عورتن
جي سٽ ڪتڻ جا درشٽانت به سهڻي اصولي ڏنا آهن،
جن جو اندروني مطلب آهي ته ساڌنا ڪندڙ کي اڳاڻار
ڀڳتي مارگ ۾ هڪ چتو ٿي خبرداريءَ سان اڳتي وڌڻ
گهرجي. ان راهه ۾ جنهن ذري به غفلت ڪئي سو
پڇتائيندي مقصد ۾ پهچي نه سگهندو. شاهه لطيف جي
ڪلام ۾ "سر ڪاپائتي" به ساڳيءَ طرز ۾ ۽ ساڳيءَ ڀاونا
جو اظهار ڪري ٿو.

سوامي پرمانند جي ڪاويه جي ٻي مکيه اهميت
اها آهي ته وچين دؤر جي سنڌي ڀڳتي ڪاويه ۾ جنهن
خيال هڻڻ جي ڳالهه، هميشه ٽڪڪندي هئي، انهيءَ جي
به هن چوپاين جي روشنيءَ ۾ اڄڪلهه سان ڪي قدر پورائي

تي وڃي ٿي. ساميءَ ۽ دلپت کان اڳ، واري دؤر ۾ اسان
کي سنڌي شاعريءَ ۾ ڪجهه نه. هندو سنت ڪويءَ جو
شعر نه ملي سگهيو. ها پراڪرت جي سنڌي واڻي روشنيءَ
۾ اچڻ سان انهيءَ خال ڀرڻ ۾ مدد ملي ٿي. سواءِ
پراڪرت شرمد ڀاڳوت پراڻ مان ڪٿائون ۽ درشٽانت
کڻي روحاني رازن جي اظهار ڪئي آهي. هن خاص طور
راس ليلا جو درشٽانت کڻي ورهي جيو آتما جو ورڻن
ڪيو آهي جنهنڪي پنهنجي پراتم پرارهم سان ملائڻ لاءِ
اٿس وياڪل رهن ٿيون. انهيءَ قسم جا درشٽانت اسان
کي سنڌ جي صوفي شاعرن جي ڪلام ۾ نظر ملن. سواءِ
پراڪرت جي سنڌي واڻيءَ ۾ اهڙي قسم جون چوپايون
سنڌي شاعريءَ کي پاڙي ڀڳتي ڪاوءِ جي مکيه سرچشمن
(ويد، اپنشد، رامائڻ، مهاڀارت، پراڻ وغيره) سان
ڳنڍيان ٿيون.

ڀارت جي ڀڳتي- ڪاوءِ واري دؤر ۾ جدا جدا
ٻولين ۾ رام ۽ ڪرشڻ جي چرتر تي آڌار رکندڙ سگڻ-
ڀڳتي ڀاوَ واريون رچنائون گهڻي تعداد ۾ مليون آهن.
تلسيداس جو رامچرت مانس ۽ سورداس لوڙي ميرا ٻائيءَ
جا ڪرشڻ جي ڀڳتيءَ ۾ رچيل پد انهن جا ڪجهه مثال
آهن. هاڻي سوال ٿو پيدا ٿئي ته انهيءَ دؤر ۾ سنڌ جي
ٻوليءَ ۾ ان قسم جون سگڻ ڀڳتيءَ واريون رچنائون
ڇو نه لکيون ويون؟ عجب جي ڳالهه اها آهي ته اڏيرو
لعل جيهڙن جو جنم وڪرم سنبت 1007 مطابق 950 عيسوي
سن ۾ ٿيو. انهيءَ جي چرتر تي آڌار رکندڙ ڪي اڳاٺيون
رچنائون اسان کي نه مليون آهن. هيستائين اڏيرولعل
جون جنم ساکيون جيڪي نه روشنيءَ ۾ آيون آهن، اهي

اوڻويهين عيسوي صديءَ کان اڳ جون لکيل نه آهن.
اُڏيرولال يا جهوليلال جنهن جي سنڌ ۾ اوڙي سنڌ جي
حدن کان ٻاهر ملتان ۽ ڪڇ واري علائقي ۾ تمام گهڻي
مڃتا آهي، انهيءَ جي ٻابت ۾ ڇپيل پراچين ساهتيہ ڇو
نہ ٿو ملي؟ اُڏيرولال جي مهما ۾ ڳايل پنجڙا بہ اوڻويهين
صديءَ کان اڳ لکيل صورت ۾ ڪٿي بہ ملي نہ سگهيا
آهن. ڇا انهي فقط زباني روايتن ذريعي هلندا پئي آيا؟

هي سنڌي ساگر انهن سوالن جي جواب ۾
جيڪي دليل پيش ڪندا آهن، سي وڌيڪ جوڳا نہ هوندا
آهن. هو اڪثر اها سمجهاڻي پيش ڪندا آهن تہ سنڌ
جا هندو صدين کان وٽي واپاري طبقي جا هئا. هنن جو
ساهتيہ جي سرجڻ سان اُن زماني ۾ گهڻو واسطو نہ هئو.
انهيءَ ڪري اسان کي ارڙهين-اوڻويهين عيسوي صديءَ
کان اڳ واري دور ۾ ڪنهن بہ سنڌي هندوءَ جون ادبي
رچنائون لکيل صورت ۾ نہ ملي سگهيون آهن. سواءِ
پراڻناٿ جي واڻي جيڪا سترهين عيسوي صديءَ جي
آهي، اها بہ سنڌ جي حدن کان ٻاهر لکيل ملي آهي.
مذهبي ويچار ۾ تہ حقيقت هڪ راز آهي. سن 712ع
۾ عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ سنڌ ۾ لڳاتار ڪئين
پيڙهين مسلمان حاڪمن جي حڪومت هئي، جنهنجو خاتمو
سن 1843ع ۾ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ سان ٿيو.
انهي لکڻ سان ثابت ٿئي ٿو تہ انهيءَ عرصي ۾
گهڻي سنڌ جا اصل رهاڪو هندو سنڌ ڇڏي هندو
راجپوت مهاراجائن جي راڄن ۾ وڃي رهيا. جيڪي سنڌ
۾ رهيا، انهن مان ڪيترن ئي هندن اسلام مذهب اختيار
ڪيو. انهيءَ ڪري اڪثر جيڪو سنڌ ۾ هندو ٿورائيءَ واري

ٿالي اٿي ويا. انگريزن جي حڪومت واري دور ۾
سنڌ ۾ هندو پنجوڙا، سيڪڙو ڪن مس هئا. اهڙي ڪٽر
مسلمانن جي حڪومت واري دور ۾ جڏهن ته ٽالپرن جي
وقت جي مثل هئا. حڪمرانن جي زور زبردستيءَ واري
ماحول ۾ هو پنهنجي ڌرمي واڳن ۽ رواجن جو اظهار
کلئي عام کليل روپ ۾ ڪرڻ کان ڪنارو ڪندا هئا. اهو
ئي ڪارڻ، سبب آهي جو اسان کي ان دور ۾ هندو ڌرمي
گرنٿن ۽ وشواس لاءِ آڌار رکندڙ ڪي اسم، هندو ليکڪن
جون رچنائون حاصل ٿي نه سگهيون آهن. ممڪن آهي
ته وچين دور ۾ ڪيترائي هندو جيڪي سنڌ مان اٿي
ٻين راڄن ۾ هليا ويا، سي پاڻ سان پنهنجو لکيل ساهتيه
به کڻي ويا هجن. اهو منهنجو پڪو وشواس آهي ته ان
دور جو سنڌي هندن جو لکيل ساهتيه، راجستان، گجرات،
پنجاب وغيره علائقن جي پراچين گرنٿ ڀنڊارن ۾ اوس
موجود هوندو.

اسين سنڌ جي اتهاس ۾ نظر ورائينداسين ته
هڪدم ظاهر ٿي پوندو ته سن 1843ع ۾ انگريزن جي سنڌ
فتح ڪرڻ کان هڪدم پوءِ سنڌي ساهتيه ۽ تعليم جي
کيتر ۾ هندو ليکڪ ۽ شاعر جهجهي تعداد ۾ پهرين صف
۾ اچي اٿيا. گذريل صديءَ جي آخري ڏهاڪن ۾ شرما
ڀڳوت گيتا، رامائڻ، مهاڀارت، پراڻن جي ڪٿائن، جپ
صاحب، سکمڻي، وغيره جا سنڌيءَ ۾ ترجما شايع ٿيا.
سنسڪرت ساهتيه، جي ڪٿائن جي آڌار تي سنڌيءَ ۾
ناٽڪ، ڪهاڻيون وغيره رچيا ويا. جڏهن ته ڌرمي ساهتيه
جي سنڌيءَ ۾ پوڻ اچڻ وڌي. جيڪڏهن سنڌي هندو
فقط واپاري معاملن وارا هجن ها، ته سي جا پوڄاري

هجن ها، ته انگريزن جي حڪومت سنڌ ۾ شروع ٿيڻ
شرط ئي هو ساهتيه - سرجڻ ۾ مکيه درجو ادا ڪرڻ وارا هئا.
ڪنهن به حالتي ۾ ان طرح اچانڪ ٿيو نه هوندو آهي،
جو راتو رات سوين ساهتيڪار پيدا ٿي پون. انهيءَ
مان صاف ظاهر آهي ته وچين دور ۾ اسان ضرور سنڌي
هندو ليکڪ ۽ پڻ ڪوي هئا، جن جون رچنائون
روشنيءَ ۾ اچي نه سگهيون آهن. ممڪن آهي ته اهڙيون
گهڻيئي رچنائون زماني جي گردش سبب ناس ٿي ويون
هجن. ٻئي طرف اهو امڪان به گهٽ آهي ته قاضي
قادن، سوامي پراڻناٿ، دادو ديال ۽ سامي جي رچنائن
وانگر سنڌ جي آس پاس وارن علائقن جي گرانٿ پنٿارن،
سنتن ۽ ڀڳتن ۾ پراڻي سنڌيءَ ۾ لکيل ڪجهه رچنائون
سلامت نه رکيون هجن. انهيءَ ڪري مونکي پڪو وشواس
آهي ته انهيءَ ڏس ۾ جيڪڏهن اسين ڪوشش ڪنداسين
ته ضرور سڦلتا ملندي.

سوامي پراڻناٿ جي سنڌي واڻيءَ جو پرڪاش ۾
اچڻ ته سچ پچ سنڌي ساهتيه لاءِ هڪ وڏي اهميت ثابت
ٿيو آهي. سچ آهي ته جهونن چوپائيءَ کي جهون اڳويءَ
کي عربي-سنڌي لکاوٽ ۾ آڻڻ ۽ سمجهائڻ سهت
چوپائي ظاهر ڪيو آهي. انهيءَ کان اول اها فقط ديوناگري
لپيءَ ۾ محفوظ ڪيل هئي. جيئن مون مٿي ٻڌايو آهي
ته سوامي پراڻناٿ جي واڻي "تارتم ساگر يا ڪلجم سروپ"
نالي پراڻامي پنٿ جي گرانٿ ۾ سنگرهه ڪيل آهي،
جيڪو پراڻناٿ پرڪاشن طرفان دهليءَ مان شايع ٿيل
آهي. ان جو سمپادڪ آهي الهآباد يونيورسٽيءَ جي
هندي وڀاڳ جو رٽائر پروفيسر ماتا بدل جائسوال، جن

جدا جدا پراچين ٻولين جو احساس ڪري ۽ الڳ الڳ
پڙهڻ جي ڀيٽ ڪري ڇڏيائين جو ڀاڱو مقرر ڪيو آهي.
هن لکيو آهي ته آڳاٽي ۾ آڳاٽو دستخط جيڪو هن جاچيو
آهي سو آهي سن 1701ع جو لکيل. اهو ڪيشوداس جي
اهيءَ پوٿيءَ جو نقل آهي، جيڪا هن پنهنجي گرو
سوامي پراڻناٿ جي حياتي هوندي ئي تيار ڪئي هئي،
۽ ڪيس پڙهي ٻڌائي هئي. اهيءَ ۾ فقط معرفت اسامي
وارو آڳاٽو سن 1694ع ۾ سوامي پراڻناٿ جي پرلوڪ
پڌارڻ کان پوءِ سنگرهه ڪري قلمبند ڪيو ويو. اهيءَ
لحاظ کان ڏسجي ته سوامي پراڻناٿ جي واڻيءَ جو گهڻي
۾ گهڻو حصو انهن اچارن موجب قلمبند ڪيل آهي،
جيڪي هو پاڻ اچارڻ ڪندا هئا. اهيءَ ڪري اهو انهن
پيغن سنت ڪوين جي واڻيءَ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ پرماڻڪ
آهي، جيڪا اڪثر سندن شش ۽ مريدن پنهنجي گرو
جي پرلوڪ سڌارڻ کان پوءِ سنگرهه ڪري قلمبند
ڪئي آهي.

ڪيشوداس پاڻ هندي ڀاشي هيو. اهيءَ ڪري
اهيءَ ڳالهه جو تمام گهڻو امڪان آهي ته هن سنڌي
ڀاشا ۾ چيل سوامي پراڻناٿ جي واڻي هو بهو انهن اچارن
۾ درج نه ڪئي هوندي، جيڪي سندس گرو ڪندو هيو.
اهيءَ جي تصديق انهن ئي سگهندي جڏهن ڪيشوداس
جو هٿ لکيل قلمي نسخو جاچجي جيڪو هن 1694ع ۾
تيار ڪيو هيو. اهو پنا (مڌيا پرديش) جي اهيءَ پرڻامي
مندر ۾ رکيل آهي، جتي سوامي پراڻناٿ پراڻ اماڻا
هئا. اهو قلمي نسخو "ڪلجم سوروپ" جو [illegible]
داسپوڙ جاسوال ته ڏسي نه سگهيو آهي.

ڀاشا وگيان جي اصولن موجب ڪنهن به ڪتاب
جو اتارو ڪندڙ چاهي ڪيتري به ذميداري سان ڪري،
ته به سندس اتارو ڪيل اسٽڊي ۾ ڪجهه نه ڪجهه فرق
ضرور اچي ويندو. اهو فرق تڏهن تمام گهڻو ٿي ويندو،
جڏهن اتارو ڪندڙ ڪاتب اها ٻولي ٺيڪ ڄاڻي، جنهن جو
هو اسٽڊي لکي رهيو آهي. انهيءَ ڪري سنڌي واڻي
واري اڌيان ۾ چوپائين جي اصلي صورت ۽ لفظن جي
اچارن ۾ گهڻو فرق اچي ويو آهي. ديوناگري لپي ۾
ڪاتب ڄ، ڃ، ڏ، ٻ، ڄ، ڳ جا اچار صحيح نموني نه
لکيا آهن. اهي اچار ڪڇي، لاڙي ۽ ٿرڪي اپڀاشائن
وارا سنڌي ئي ڳالهائڻ ۾ درست نموني ڪندا آهن.
انهيءَ ڪري اها ڳالهه وشواس جوڳي نه آهي ته سوامي
پراڻناٿ چوپائين چوندي انهن آوازن جا ٺيڪ نموني اچار
نه ڪيا هوندا. ساڳي ڳالهه ڪيترن لفظن جي وياڪرڻي
روپن جي آهي، جن ۾ به موني کي غلطيون نظر اچن آهن.
”ڪلام سروپ“ جي 1972ع واري سنسڪرڻ ۾ ڪيترن
سنڌي لفظن جي فوٽ نوٽس ۾ معنيٰ صحيح ڏنل نه آهي.
ٿوري ۾ چئجي ته جدا جدا پراچين ٻولين ۾ سنڌي چوپائين
جي ڀيٽ ڪري انهن جو پرماڻڪ پاٺ مقرر ڪرڻ جي
تمام گهڻي ضرورت آهي. انهيءَ کان پوءِ چوپائين جي
سمجهاڻي کان اول سوامي پراڻناٿ جي فلاسافيءَ جو
اڀياس ڪرڻ به نهايت ضروري آهي. ڀاشا وگيان جي
درشٽي نگاهه کان سنڌي واڻيءَ ۾ آيل جهونن سنڌي لفظن
جي انڊيڪس تيار ڪرڻ ۽ انهن جي ويڇوڙي ڏيئي
ڪارڻي اوسر سمجهائڻ به نهايت اوکو پر اهميت ڀريو
اڀياس آهي.

جهڙيون چڱائيءَ محدود وقت ۾ وسيلن جي
باوجود سوامي پرڪاشانند جن ايڏي ڇپائي ۽ "ڪايا
سوروپ" جي جدا جدا آڌيائن مان هٿ ڪري هن
ڪتاب ۾ پيش ڪيون آهن. اميد آهي ته سنڌي سماج
۾ اڀياس جو سنڌي جڳت ۾ قدر ٿيندو.


مرليڌر جيٽلي

بي. 127، ووڪ وهار
دهلي - 110095
13 اپريل، 1996 (وساکي)

# ٻه اکر پنهنجي طرفان

مهامتي پراڻ ناٿ (1694 - 1618) جي سنڌي
واڻيءَ جو پهريون ڀاڱو (جنهن ۾ 524 چوپايون هيون)
1991 ۾ هند ۽ سنڌ جي عالمن اڳيان پيش ڪندي اهو
اشارو ڏنو هئم ته، سنڌي واڻيءَ جي هن 524 چوپاين
کان سواءِ مول گرانٿ (شري ڪلجم سروپ) ۾ ڪي ٻيون
به چوپايون آهن.

اُهي 208 چوپاين کي هٿ ڪري جيڪي مول
گرانٿ جي الڳ الڳ ڀاڱن ۾ ٽڙيل پکڙيل هيون، اُنهن کي
هن ٻئين ڀاڱي ۾ سوڌي سنڌيءَ جي عالمن اڳيان هڪوار
وري آڻيو آهيان. اهي گرانٿ جي کوڙي باب مان
کنيون اٿم. اُنهيءَ جو به ذڪر ڪيو اٿم.

مهاڀنجيءَ پهراڻهءَ مهمت جي قدرشناسي ته رڳو
هند جي عالمن ڪئي آهي پر سنڌ سڳوري جي
عالمن به پنهنجي اُپيري آهي. سنڌي جا قدرشناسيءَ وارا
خط ۽ سنڌي اخبارن/مخزن جا راءِ شايع ڪندس ته خود
هڪ ڪتاب ٿيئي پوندو - مان رڳو چند عالمن جا راءِ ۽
ڪن مخزن وغيره ۾ شايع ٿيل ڪي ٽڪرا ئي ڏيئي
رهيو آهيان.

سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ وارن 1993 ۾ پنهنجي
هزارن جي اعزاز سان نوازي جيڪو اتساهه ڏنو اُنهن لاءِ
به ٿورائتو آهيان.

ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جيڪو پهريون، ڪي ٻه
جيسلميري وغيره جو ذڪر ڪيو آهي اهي سڀ جڳهيون
۽ اُنهي مالڪن سان به حالي احوالي ٿيو آهيان. ٻيو پاڻ
ڪمن لاءِ اُن مهڏن جا مهدا رهيو پوندو ۽ ڪيو، سنڌي

جهڙي روايتو اسلاميه انگريزن کان پوءِ پگهار حاصل ڪري
واري ملازم لاءِ ڏکيو ٿي ٿو. ان ڪري اڳ جو ڪم آهي، پوءِ به
جيستائين جان ۾ جان آهي ڪوشش ضرور ڪندس.

بهاولپور جو جڏهن ذڪر ڪجي ته ڊاڪٽر جميليءَ پڙهڻي
ماڻهو ۾ ڪيو آهي آئي اي. ايم. اي. پرڏيهه سنڌي ساهت
اڪيڊميءَ طرفان آيوجت هڪ مشاعري جي سلسلي ۾
وڃڻ ٿيو. بهاولپور جو اُتي هڪ رهاڪو ورهاڱي بعد
وڃي سنڌ ۾ رهيو. اُتي سنڌي ادبي اوارڊ، حيدرآباد
وارن جي سهيوگ ۽ سهڪار سان اردوءَ ۾ هڪ ڪتاب
آهي سچل سيد محمد مطيع الله راشد بهاولپوريءَ
بهاولپور جي سنڌي اولياءَ الله سان ڇپايو آهي. تازو
جيڪا چنڊ چاڙهي ڪئي آهي اُن چاڙهي مان آهي ته
گذريل ٽن صدين کان اُتي هڪ اهڙي مشهور ٿي آهي
سنڌي پورا جي نالي سان. انهيءَ ڇاپيو ته. انهيءَ ڪتاب
جي آثار ان کوج ڪندي شاهد ڪي ٿي چار سو سال
جهونيون لڪڙون ڳاڙهيون جهڙي ٻيون ۽ وري هڪ وار ڪو
ٿئون رات وچالان.

في الحال بس ايترو ٿي.

جهمون چڳاڻي

تارا چند شيام جيٺاڻي
22 جولاءِ 1996

جي وڏي ۾ وڏي اوارڊ امن انعام ۽ ڇهون ڇپائي
ادب جي وڏي ۾ وڏي اوارڊ امن انعام جا حقدار آهن
جيڪا پنهنجي جاءِ تي هڪ مستند حقيقت آهي.

قاجل ٻيوس

اسلام آباد، 27 آگسٽ 1995ع

پنهنجو ڪتاب لکو سوکڙي سنڌي واٽي ٻڌي
الڪ. اهو واقعي ڪيترن لکيون. هوري آڪر اهو اسون
آهن جنهن پڙهائي ۾ وڌي سپون سوڌي آڻيون آهن.
پنهنجو قدر هتي اسان لکندو پر سنڌ ۾ وڌاڪ لکندو. جو
جو آلي هيڊر مذهبي تعصب گهٽجو ٻيو وڃي.

هري موٽواڻي سمپادڪ "ڪونج"

چڱي ڪو ڄاڻڪ ڇپر ڏاڍي الٿي سنڌي ساٿين
کي. اوائلي سنڌي ڪوتا کي پڙهڻ ۽ ان جي اڀياس
سمجهڻ ۾ چڱي مدد ڪندو.

گوبند مالهي

سنڌيءَ ۾ اهڙي محنت ڪرڻ وارا اڄڪلهه
ڪيترا آهن.

(پروفيسر) هريش واسواڻي

اهڙي محنت ڪري هيءُ شوق ڪرامت لائق ڪيو
الٿي. مون کي قوي اميد آهي ته هند - سنڌ ۾ ان
جو چڱو قدر ٿيندو.

لکمي کلاڻي

هن قسم جون ڪوششون سنڌيءَ جي پراچين
ساهتيہ کي ڄاڻڻ ۾ مدد ڪنديون اهڙي ۾ ڪوشش

ڪرائي. ان لاءِ اوهان کهرڙن لهڻون.

## ڊاڪٽر ستيش روهڙا

هن ڪامياب سائنٽفڪ ڪوشش ڪرڻ جي ڪري مون وٽان لک لک مبارڪون.

اوهان جي محنت داد جي لائق آهي. ٻار ڪي ڏاڍا ڏکيا ماڻهو ٿي هن قسم جو ڪتاب پڙهي سگهندا. هن ڪتاب جي ڪري اوهانجي االي ڪي سنڌي ٻولي جي اِتهاس ۾ ضرور شامل ڪيو ويندو.

## (پروفيسر) هري دلگير

ڪالهه جي ٽپال اوهانجي سنڌي پستڪ مهاڀاڳي پراڻ ناٿ جي سنڌي واڻي پاڻ سان کڻي آئي.

اوهان ڪيڏي نه محنت ڪري پراڻ ناٿ ڀاري جي واڻي سنڌين لاءِ کڻي ڪري پيش ڪئي آهي. شال سائين اوهان کي اجھان ۽ وڌيڪ ٻڌي ۾ ٻل ڏئي جيئن پڻ ڀهڙي سنڌي قوم ۾ سنڌي ٻولي جي گهڻي ۾ گهڻي سيوا ڪري سگهو.

## (ڊا) هري ديوي، پونا

Mahamati Pran Nath jee Sindhi Vance (1991) 524 Chaupais in Sindhi by Mahamati Pran Nath, edited by Jhamu Chhugani . An ably done critical edition, it presents for the first time in Sindhi what Mahamati wrote in Sindhi for peace and harmony in the world. A part of the author's Kulzum Swaroop (1972), it is one of his last works and therefore, easily one of the maturest of his poetical works done in Sindhi (his mother tongue) Gujarati (the language of his father) and hindustani (the language of the masses). The Mahamati tried to have a middle way between Hinduism and Islam and helped evolve a composite religion during his time . In the Sindhi vaance, as also in his other works, he opposed the idea of vyaktigat moksha, or personal emancipation from the bondage of flesh, and strove hard to ameliorate the lot of man. He established sakhya (friendship), instead of dasya (master-servant relationship) between God and himself.

A DICTIONARY OF SINDHI LITERATURE

By : Dr. Motilal Jotwani

After coming into light of Mahamati prannath's sindhi Vani, the sindhi literature turns a new leaf in its history. It brings into focus one of the missing links of the evolution of sindhi poetry based on sagun Bhakti, and it certainly helps locating the roots, the origin and the development of Sindhi poetry.

Jhamu Chhugani, who has edited Prannath's book entitled Sindhi Vani, has added his preface to it in which he has gone through the historical exercise throwing light of Sindhi literature, its tradition, etc. existing between the fourteenth century and the eighteenth century, providing the missing link so for as Sagun Bhakti kavya is concerned. the author has clearly enjoyed working on the scripts and his delight and pleasure in his search for bringing Literary history in its proper perspective enliven his scholarly preface. philosophy and ideas have been used to illuminate the narrative.

Param Abichandani In Jagani-1993

नि[illegible]श्री[illegible]जी अनादि
अक्षरातीत सोता अब जाहिर भऐ
सबविधवतन सहीत श्रीश्री
श्रीकिताबसिंधीटीकासहीत
मु॰ सिंधीयानीजोश्रीइन्द्रावती
जीनेअपनेअरसदिलमें हकमें
हेबूबसो स्वाल जुबाबकिऐसो
लिखेहैं मारफतेसहीत सोअरस
रूहोहालसोसुकनियां ज्योंहाल
तुमकोभी पावे आज

आखर वेरा ऊथंन जी॥ आई हलें घंडेउ जा
रांद॥ आखर समे आ उठनेंका तुमकू हों
छोड़ियोखल॥ उथी वीच अरस जे कोउ
कोरेंमिड़ कांध॥१॥ उठके वीच अरस के

॥सिंधी॥ सांच नजरो न रहे झूठो देष्या। अंतर मांहें थोहे था। कछू जरा भ
हुकमें छूट॥ ये देष्या दिषाया हुकमें॥ औ रहम भी भए हुक
॥६६॥ म॥ ना हु आहे नाहि पग॥ बिना हुकम षसम॥ ये हुकमें दि
षाया हुकम को॥ तिन हुकमें देष्या हुकम॥ भिस्त दोजष
उन हुकमें॥ आपा सुष सब दम॥१४॥ जिन नाम धराए
हुकमें॥ कहे फिरस्ते सिर पर॥ ये हेचे आपनी निसबत॥
प्रापक षेलका॥१५॥ हम उठ बैठे अरसमें॥ हमको हुकमें
दिया सब पाय॥ हुकमें हुकम षेल दिषाए॥ सो हुकमें हुक
म आपा पास आया॥१६॥ पोहोंची बात फुरु हुकम की॥ हुआ
हुकम सब में एक॥ अरसमें हम मिले उठे॥ सब मिले के
ते विवेक॥१७॥ रूह कछु जुदे न हुए अरससे॥ और जुदे हुए ये सब
हम ह्यां षेल देष्या नहीं॥ औ षेल की बातें करी मुतल
क॥१८॥ इन बिध सब हुकमें करी॥ षेल देष्या षिलवत
अंदर॥ बातें षिलवत की करी षेल में॥ जो सुन्या हक के
दिल भीतर॥१९॥ औ षेल की बातें सब॥ होसी बीच षि
लवत॥ ले षेल का सुष षिलवत में॥ लिया षेल

में सुष निसवन ॥३४॥ छोड्या नहीं आरसको ॥ औरषेलमें
भी गई सा ॥ अंतराय भी हुई आरसेसा ॥ और जुदि पाभी न
भेषा ॥३५॥ ए सब विध सब हुकम से ॥ हुकम में किए बनाए ॥
सास्त्र इस्क रचरचा ॥ होउ ठौरहि ए दिषाए ॥३७॥ और सोहबी
आपनी ॥ दिषाई नंगे कफनाए बस्यो कर चढाई हक की ॥ मेरा
षसंम चडा काद्या ॥३८॥ महामत्त कहे ए मोमिनो ॥ हके बे
ठाए तले कदमा ॥ करसी हांसी बीच आरस के ॥ जो करी
हुकम हलमा ॥४०॥ प्रकर्ण ॥ ३ ॥ चौपाई ॥ ७६ ॥ इति
श्री हिन्दुस्तानी संपूरण ॥ क्रमा प्रकर्ण ॥ १६ ॥ चौपा
ई ॥ ११२६ ॥ लिषतंग गिरधारी की षाक चाहत श्री
सुंदर साथ चरन रज पुजारी नंदलाल वल्द श्री पुजारी
महाराज गुलाबदास जी की प्रणाम आचिधा जो
जी प्रीत की रीतसें और जो लिषने में भूल होवे सो क्षमा
करलेवी रहेवासी श्री पन्ना धन्नी पुरी हाल कमा लिषा
चउ मंदिर में बैठकर लिषी मिती फागुन बदी ५ सम्व
त १९९० वाली प्रत प्रमाने लिषी है तारीष ४ ३ ई

पत्र

# سنڌي ڀاشا جاڳي

मूजी सैएल रे, सजंण हुअडा मूं गरें।
मूं न सुजातां सिपरीं, हल्यां कारयूं घणूं करे ॥

**مُوجي سَئيل ري، سڄڻ (سڄڻ) هُئڙا مون گرين (گهري)**
**مون نه سڃاتان (سڃاتا) سپري،**
**هليا ڪاريون گهڻون ڪري (1)**

أرٿ: مهانجي روپ ۽ اندراولي سکي چوي ٿي ته هي منهنجي پياري سکي! منهنجو ساجن (سڄڻ)، منهنجو پريتم منهنجي گهر آيو مون اي سڃ ڪين نه سڃاتو - هو مون کي بار بار ڏورايا ڏيندا پڪاريندا هليا ويا.

सजंण आया मूं गरे, मूं न सुजातां सेण।
गाल्यूं केयाऊं हेत में, घणो भती भती जा वेण ॥

**سڄڻ آيا مون گري (گهري)، مون نه سڃاتا سيڻ**
**ڳاليون (ڳالهيون) ڪيائون هيت ۾،**
**گهڻون ڀتي ڀتي جا ويڻ (2)**

أرٿ: منهنجا ساجن (سڄڻ) منهنجي گهر آيا پر مون پنهنجي پريتم کي نه سڃاتو. مون کي ذري به ڄاڻ نه پئي. هن پيار ۽ پريم منهنجي پلاڻي جون جڪي طرح طرح جون ڳالهيون ڪيون. مون أهن لاءِ ٻه ڪو ڌيان نه ڏنو.

मूं के जा घारण आवई, जे आंई पसो साथ।
त खरे बपोरे सेज सोझरे, मूं के थेई रात ।।3

مون کي (کي) جا گهارڻ آوئي، جي آئي (اوهين) پسو ساٿ
ته کري ٻپوري (ٻپهري)، سيج سو جهڙي مون کي (کي) ڏينهن رات (3)

اَرٿ: هي سکيون! اوهان اچي ڏسو ته سڄڻ! مون کي ڪهڙي ٻپهري شيءِ جهي ٻڌايو آئي. ٻاري ٻپهريءَ جو ڀرپور سو جهڙو ته مون لاءِ جهڪ ڪاري او اداسي راس وانگر هئو.

सजंण आया न सुजांतम मूं के चेयाऊं घणां वेण।
कन अंखियूं फुटियूं, व्या फूट्या हिए जा नेण ।।4

سڄڻ آيا نه سڃاڻم، مون کي (کي) ڇڏيائون گهڻا ويڻ
ڪن اکيون ڦٽيون، ويا ڦوٽيا هيئين جا نيڻ (4)

اَرٿ: منهنجا سڄڻ منهنجا پرڏيهي منهنجي گهر آيا ۽ مون ڪين به سڃاتو. هن مون کي طرح طرح جا ٻولڙا ٻولڙا ويڻ ڇڏيا. منهنجي ڪنن جا پردا ڦاٽي ويا. اکيون ڦاٽي پيون، ۽ هيئين جا اکيون به ڦاٽي پيا.

सजंण विया निकरी, हाणे आऊं करियां कीं।
अवसर व्यो मूंजे हथ मंझां, हांणें रुअण रातो डींह ।।5

سڄڻ ويا نکري، هاڻي آئون ڪريان ڪيئن
اوسر ويو مونجهي هٿ منجهان، هاڻي روئڻ راتون ڏينهن (5)

اَرٿ: هي سکي! منهنجو ساجن اڄ هلڻو وڃي ٿو. هاڻي
مان ڇا ڪريان؟ منهنجي هٿ ۾ آيل موقعو ٿو وڃي. اڄ ڪري
واه. هاڻي ته راس ڏينهن روانا ٿي وڃي ٿي رهڻو آهي.

पिरीं हल्यां प्रभात में, आऊं उथिस अवेरी।
कीं वंजाईयां वलहो, जे हूंद जागां सबेरी ।।6

**پرين هليا پرڀات ۾، آئون اُٿس ابيري**
**ڪين وڃائيان ولهو، جي هوند جاڳان سبيري (6)**

اَرٿ: منهنجا پريتم، منهنجا ساٿي سوير ئي پرڀات ۾ هليا
ويا ۽ مان جاڳيس ته ڪافي اوير (دير) ٿي چڪي
هئي. جيڪڏهن مان سويل صبح جو ئي جاڳي وڃان ها
ته هوند پريتم کي وڃڻ ئي نه ڏيان ها. ڪنهن ٻي مون
کي ڇڏي ٿي ڪو وڃن ها؟

जीव मूहींजो जे तडे जागे, त अवसर वंजाईयां कीं।
हूंद साथ न छडियां सजणे, आडी लेहेर माया थेईनी ।।7

**جيو موهينجو جي تڏي جاڳي، ته اوسر ونجائيان**
**(وڃائيان) ڪين**
**هوند سات نه ڇڏيان سڄڻي، آڏي ليهير مايا**
**ٿيئني (7)**

اَرٿ: هي منهنجا جيو! آءٌ جيڪڏهن اوقت جاڳي
پوان ها ته پوءِ مان هٿ ۾ آيل اوسر (موقعو) ڇو وڃايان
ها! انهيءَ وقت مون کي منهنجي ساجن جو سنگ نه
ڇڏڻو هئو پر مايا جي لهر منهنجي آڏو آئي ۽ مايا وچ ۾
اچي پردو وجهي ڇڏيو.

हिक घोर अन्धारो ब्यो अ खे न सुझे, ढोओ हिएडो न्हाएम हंद ।
पिरीं आया मू के पार उतारण, एहेडी धारा मंझ ।।10

هڪ گهور انڌارو ٻيو آنکي نه سجهي، ڏيو ڏيئو
هنئيڙو نهاريم هند
پرين آيا مون کي (کي) پار اُتارڻ، ايهيڙي ڌارا
منجهه (10)

أرٿ: هڪ طرف ته هت گهور أنڌاري ڪاري رات آهي
ماٿا موهه روُپي گهرو انڌڪار ڇانيل آهي. ڪنڊو ڪنڊ ووڪ
۽ گهان روپي اکيون به نه آهن. نيون دل پڌي ۽ من جو
به ڪو نور نڪانو به آهي. اهڙي اوکي ڀو ساگر جي
پريل پرواهه. مان پار اڪارڻ لاءِ منهنجا پرانتم ستگرو جي
روُپ ۾ پرڪٽ ٿيا.

मू कारण सैएल मू हजी, हिन में विधुाऊ पांण ।
फूकडियू करे करे नेठ, उथी विया निरवांण ।।11

مون ڪارڻ سئيل مونهجي، هن ۾ وڌاُئون پاڻ
ڦوُڪڙيون ڪري ڪري نيٺ اُٿي ويا نرواڻ (11)
أرٿ: أهڙيءَ اوُکي ويل هي منهنجي سئيل هي منهنجي
سکي! مون لاءِ مون لئو ڪـي ماٿا مـان ڇڏائڻ لاءِ منهنجا
سوامي خود هن جڳت جي پنڌان ۾ پئجي ويا گهڻن ئي
طرح سان پڪاري پمت هڻان أئي نرواڻ پد پائي
پرم ڌام هليا ويا.

हांणे कीं करियां केडा वंजां, केहेडो मूंजो हांणे हंद ।
पिरीं न पसां अंखिए, मूं कारण आया माया मंझ ।।12

هاڻي ڪين ڪريان، ڪيڏا (ڪيڏانهن) وڃان
(وڃان) ڪهڙو مونجو هاڻي هنڌ
پرين نه پسان اکڙين، مون ڪارڻ آيا مايا منجهه
(12)

ارٿ: هي سکي! هاڻي مون ته پتا نه مان ڪيئن ڪريان ۽ ڪيڏانهن وڃان؟ هاڻي نه منهنجو ڪو ٺڪاڻو ئي نه آهي. اهڙي پرستٿي ۾ مان هاڻي ڪڏهن نه هنن اکين سان ڏسي ٿي سگهان، جيڪر منهنجي واسطي هن مايا ۾ آيو.

(پرڪاش گجراتي پرڪرڻ 6 چوپائي 185 کان 193 تائين.)

# ٻيجي والمٽي = ٻيون ورلاپ

सजंण विया मूंजा निकरी, मूं तां सुजातां न सारे रे।
मूंके चेयाऊं घणवे पुकारे रे, न कीं न्हारयो मूं दिल विचारे रे।
से संजण हांणे कित न्हारियां ॥1

سڄڻ ويا مونجا نڪري، مون تان سڃاتان نہ ساري ري
مون کي (کي) چيياڻون گهڻوي ٻڪاري ري،
نہ ڪين نهاريو مون دل وچاري ري
سي سڄڻ هاڻي ڪت نهاريان (1)

أرٿ: هي سکي! مهنجا سڄڻ مهنجا پرانئم مون کي پڪاريندي هليا ويا. مون کين چڱيءَ طرح سڃاتو ني ڪون. مان ان غفلت واريءَ ننڊ ۾ غلطان رهيس. مون نہ اهون ڏااهون نهاريو ۽ نہ وري اهون جي ڳالهہ. اي ڏيان ني ڏاو- هاڻي مان اهيءَ ساجن کي ڪٿي ڏسان ۽ ڪهڙااهون ڳولهيان.

अदी रे पिरिए पांण से जा केई, आऊं से जे संभारियां साथ।
पांण जे काजें हिन माया में, कींअ विधाऊं आप ॥2

ادي ري پرئي، پاڻ سي جا ڪيئي،
آئون سي سنڀاريان سات
پاڻ جي ڪاڄين هن مايا ۾ ڪيئين وڃائون آپ
(2)

أرٿ: هي أدي! هي مهنجي پرئي! پرانئم اسان لاءِ جيڪو ڪيو، ڪيو مان هاڻي اهون کي ياد ڪري رهي آهيان.

مان اهي ڳالهيون اهي سانت هاڻي ڀنڀوريءَ مطمئن سان هن ٻاهر ۾ آهي
جا جوان. هنن ۾ اسانجي واسطي کوٽ ۾ هن ڀرواري ڀرواهه ۾ وڃڻي
اسان سان مطلب ڪهڙو ۽ ڀانڪي هن ڀرواري
ڇڏيو.

हिक अध गुण संभारजे, अदी त पण लभे साह।
गुण संभारींदे सजणें, अजां को न उडे अरवाह ॥3

هڪ اڌ ڳڻ سنڀارجي، ادي ته پڻ لڀي ساهه
ڳڻ سنڀاريندي سڄڻين، اڃان ڪونه اڏي ارواهه
(3)

ارٿ: هي سکي اسين ڀرتار سوامي جو هڪ اڌ ڳڻ يا
ياد ڪرئون يا ياد ڪري سگهون ته اسانجو ساهه، اسانجو
ڏکي اسان کي ملي وڃي. اهڙي هن ڀرتار جي ڳڻن جو
سمرڻ ڪري ڪري ته اڃان تائين مهنجا پران شرير ڇڏي
اڏامي ڇو نه ٿا وڃن.

अदी रे सजगं साणें हलया, घणूं धाएडियूं पाए।
खुई मूंहजो जिदुओ, जे अजां अंख न उघाडे ॥4

اِدي ري سڄڻ ساڻين هليا، گهڻون ڏائيڙيون ٻائي
کئي مونهنجو جندڙو، جي اڃان اکڙ نه اُگهاڙي 4

ارٿ: هي ادا! هي مهنجيون سکيون! مهنجا سڄڻ
مهنجي ساٿيون کي هليا ويا. هنن گهڻن کي ڌرايون سان
مون کي گهڻو کي پڪاريو. مهنجي جيون کي اي ڏڪار
آهي جو اڃان تائين ته اک کولي اٿي ڏسي سگهان.

परी परी मूंके चेयाऊं, मूंके सल्लेथा से वेंण।
अंखड़ियूं पाणी भरयाऊं, आऊं तोहे न खणां मथा नेण ।।5

**ٻري ٻري مون کي (ڪـي) چيياڻون، مون کي (کي) سليٿا سي ويڻ**
**انکڙيون پاڻي ڀرياڻون، آئون توهي نه کڻان مٿي نيڻ (5)**

ارٿ: هي منهنجي سکي! هن طرح طرح سان ٻار ٻار مون کي جهڙکي ڪڍيو، چيو اٿن جيسا اهي وچن اڄان به مون کي چڀن پيا ۽ چڙهن ٿا. ياد اچن ٿا ته دل ۾ ڏاڍو ڏک ٿو ٿئي. اکڙين ۾ هن آب ٿو اچي ته مون کي ٻار ٻار سمجهايو ٻر هاڻ مون اٿن ڏانهن اک کڻي به نه نهاريو.

अंखड़ियूं भरे असां से, बांह झल्ले केयाऊं गाल।
फिट फिट रे मूंजा जिंदुआ, अजां जेहेजो उही हाल ।।6

**انکڙيون ڀري اسان سي، ٻانهن جهلي ڪييائون ڳال (ڳالهه)**
**ڦٽ ڦٽ ري مونجا جندڙا، اڄان (اڄان) جيهيجو اهي حال (6)**

ارٿ: ٻنهنجن اکين ۾ آب آڻي ۽ منهنجو هٿ (ٻانهن) جهلي منهنجي ٻراڻتم مون سان ڳالهيون ڪيون — مون ٻر هي منهنجا پراڻ ڇهو لوکي نڪار اهي. اڄان تائين به منهنجو ساڳيو حال آهي. (منهنجي هن لاءِ آلي جندڙيءَ کي ياد. اڳي جهڙا اڄان تائين پيا جي ڇاڙ ۾ لڪي ٿي کڻي.)

हांणेंनी आऊं की करियां, मूं जानी केहां हवाल।
केहे मोंह गिनीने रे अदियूं, आऊं करियां आंसे गाल ॥7

هاڻيني آئون ڪين ڪريان، مونجاني ڪيها حوال
ڪيهي مونهن ڳنيني ري آديون، آئون ڪريان آن سي ڳال (7)

ارٿ: هي منهنجون سکيون! هاڻي مان ڇا ڪريان؟
هاڻي منهنجا ڪهڙا حال ٿيندا؟ هي اڌون ٻوم ڏام ۽
مان هاڻي ڪهڙو منهن کڻي پنهنجي ٻرائتم سان ڳالهيون
ڪري سگهندس. (پنهنجي ٻوم ڏام ۽ پنهنجون سنڌرساٿ
آڏمان جي وچ واهي ڪري مان پنهنجي الهڻي
پريل ڳالهه کي ڪيئن ظاهر ڪري سگهندس.

अदी बाईनी सुणो गालड़ी, मूं के रुअण रातों डींह।
पाणीनी पिरीं गिनी बेयां, हांणे फडकां मछी जींह ॥8

ادي ٻائيني سڻو ڳالڙي، مون کي (کي) روئڻ
راتون ڏينهن
پاڻيني پرين ڳني ٻيان، هاڻي ڦرڪان مڇي
جيئن (8)

ارٿ: هي منهنجون سکيون! هاڻي اوهان منهنجي ڳالهه
ڌيان ڏيئي ٻڌو. مون کي ڏ. ٻس رات ڏکن روئڻ لاءِ
ڇڏيو آهي- پاڻي (جنهنکو جيون امرت آهي اهو ته)
پرينم ڏي کڻي هليو ويو ۽ مان ان پرينم جي جل کان سواءِ
اهان جل جي سڪل زمين تي مڇيءَ وانگر ڦٿڪي رهي آهيان.

बेण चई चई वलहो मूंहजो, बरया घर मणे।
हलया मूंजे डिसंदे, अदी कारयूं घणूं करे ।।9

وڻن چڙهي چڙهي ولهو مونهنجو، ٻريا (وريا) گهر مڻي
هليا مونجهي ڏسندي، ادي ڪاريون گهڻون ڪري
(9)

أرٿ: منهنجا ٻرانم، منهنجا سوامي ٻنهنجي گهان من
وڇن رستي مون کي گهڻن ئي اموان سان وڏا وڏا واڪا
ڪري ٻڪاريندا مون ڏانهن اهاريندي ٻاڻ ٻوم ڏام ڏانهن
هليا ويا. اساڻهي مارگ درشن لاءِ گهڻيئي وڃن چوانا ؟
منهنجي ڏسندي ئي ڏسندي الوپ (انتر ڌيان) ٿي ويا.

पिरीं मूंजानी हलया, आऊं कीं चुआं जिभ्या।
सजंण बेर न विसरे, मूंके लगा तरारी जा गा ।।10

پرين مونجهاڻي هليا، آئون ڪين چڙان جيئان
سڄڻ وير نه وسري، مون کي (کي) لڳا تراري
جا گا (گهاو) (10)

أرٿ: هي، سکي! منهنجا ٻرانن، منهنجا ٻرانيم هليا ويا.
هاڻي هن جيء سان مان ڇا ڇوان؟ (اها ڳالهه ڪهڙي؟)
نه طرح منهنجي زبان جيب اسي اٿي اڇي هو ٻل منهنجا
ساڄن مون کي ساڙيان (ياد اچا ڪن) ٿا - هڪ ٻل لاءِ نه
منهنجا سڄڻ مون کي اٿا وساريان. سندن وڇن جي ياد
مون کي يار يار ستائي ٿي ۽ منهنجي شرار ۾ تلوار جي
گهاون وانگر تڪليف ٿي ڏئي.
(ٻرڪاش گهرائي ٻرڪرڻ 7 چوپائي 198 کان 297 تائين.)

# ورلاپ

कुई सा परडेहड़ो जित सांगाए न्हाए सिपरीं ।
पिरीं पुकारेनी हलया, मूंजी माया मत वेई फिरी ॥1

جت سانگائي نهائي سپرين
ڪئي سا پرڏيهڙو،
مونجهي مايا مت ويئي ڦري
پرين پڪاريندي هليا،
(1)

أرٿ: اهو، ڪٿي آن پرڏيهه. (پرديس کي). جتي وڃي اهو
داس جهڙي پريتم پرماتما جي جاءِ ئي آهي. منهنجا پران،
منهنجو پريتم مون کي پڪاريندي هليا ويا ۽ هن مايا
منهنجيون متيون ئي منجهائي ڇڏيون. (اهڙي منهنجو
انڌو وڏو نقصان ٿيو جو مون پنهنجي پران کي ئي
وڃائي ڇڏيو.)

मूंजो जीव बढ़े कोरा करे, महें मिठो पाताऊं ।
सजंण संदो सूर ई मारे, मंझा जीव करे रे धाऊं ॥2

مونجهو جيو ٻڙي (وڏي) ڪورا ڪري، مهين مٺو
پاتائون
سڄڻ سندو سور ايئن ماري، منجهان جيو ڪري
ڏائون (دانهون) (2)

أرٿ: اهڙي امسٿ (اي ڪٿر) پنهنجي جيو (شرار) کي
ڪٿي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندس. پر هو آئون، اڃا به
پرکندس. منهنجي سڄڻ جو وڇوڪ (وڇوڙو) مون کي
اندران ئي اندران کائي رهيو آهي. منهنجا وياڪل پران
ورلاپ ڪري رهيا آهن.

जेरोनी लगो जर उथई, जीव कर करे मंझ।
वलहे संदोनी ब्रह ईं मारे, मूंके डिनाऊं डूरण डंझ ॥3

جيروني (جهڙو ٻيڙهون) لڳو جر اٿي، جيءُ ڪر ڪري منجهه

والهي سنڌوني ورهه اين ماري، مون کي (ڪي) ڏناءُون ڏورڻ ڏنجهه (3)

أرٿ: منهنجي دل ۾ جهڙو ٻيڙهون لڳو اهڙي آڳ ڄاڻ جي جر لڳي ۽ اچهون سڀ طرف ڦهلجي ويئون. مان ڄار ڄار چيخ ڪري رهي آهيان منهنجي لاهي اڙپ ۽ چيخ ڪريو جو علاج يا شفا ڏيڻ واري دوا ڪٿي ڪا نه ملندي. والهي (پرينم) سنڌي ورهه. جي مار مون کي ڏنجهه (ڏک) ڏورڻ لاءِ ڏنا آهن.

मूं पिरी से जा केई अदी, एडी न करे ब्यो कोई।
सजंण आया मूं कारण, आऊं अंख न खणिआं तोए ॥4

مون پرين سي جا ڪيئي، ادي ايڙي (اهڙي) نه ڪري ٻيو ڪوئي

سڄڻ آيا مون ڪارڻ، آئون اکه نه کڻان توئي (4)

أرٿ: پنهنجي پرينم سان جهڙو پيو وهنوار مون ڪيو اهڙو ٻيو ڪو به نه ڪندو. جيتوڻيڪ منهنجا پرينم مون کي جاڳائڻ لاءِ ورلاپ ڪندا رهيا ويا (حالانڪ منهنجي ئي خاطر پرين ڳام ڪيا هن مايا جڳت ۾ پڌارڻا هئا) پر مون پنهنجون پاڻيون ۽ اندر آتما جون اکيون بند ڪري ڇڏيون.

की करियां आऊं गालडी, मथां उखणियां की मोंह।
मूं हथां एहेडी थेई, खल लाहियां चोटी नोह ॥5

ڪين ڪريان آئون ڳالڙي، مٿان اُکڙيان ڪي موڙهه
مُون هٿان ايهڙي ٿيئي، کل لاهيان چوٽي نوهه (5)

اَرٿ: هي سکي! هاڻي مان ڳالهه، ڪهڙن ڪري سگهندس.
ٻراتم جي اڳيان مهون ڪهڙن کولي سگهندس. مهنجي
هٿان ته اهڙي غلط ڳالهه ٿي آهي جو دل چاهڻي ٿي ته
پنهنجي هٿن سان پنهنجي چمڙي ۽ کل کي اُبتو ڇڪي
پنهنجي ئي کل مٿي جي وارن کان وٺي پيرن جي ننهن
تائين لاهي ڇڏيان. اهڙيءَ طرح پنهنجن پراڻن کي شرار
ان پوريءَ طاقت سان ٻاهر ڪيي ڦٽو ڪندس.

तरारें गिनी तन ताछियां, हडे करियां भोर।
पेहेलीनी खल उबती लाहियां, जीव कढां ई जोर ॥6

ترارين ڳني تن تاڇيان، هڏي ڪريان ڀور
پهريئي کل اُبتي لاهيان، جيو ڪيان اِي جور (6)

اَرٿ: تلوار کڻي مان پنهنجي شرار کي ٽڪرا ٽڪرا
ڪري ڇڏيان ۽ ڪٽي پنهنجي هڏان کي پڄي
پوري ڇڏيان. پنهنجي شرار جي کل کي اُبتو ڪري
ڇڪي وٺان. اهڙيءَ طرح پنهنجي شرار کي پوريءَ طرح
طاقت سان ٻاهر ڪيي ڇڏيان.

भालें तरारी कटारिऐं, मुं के वढे विधाऊं झूक।
मूं अंग मूं ही, डुझण थेयां, जीव करे रे मंझ फूक ॥7

ڀالين تراري ڪٽارئين، مون ڪي (کــي) وڍي
وڌائون جهوڪ
مون انگ مُون هي ڏجهڻ ٿييان، جيو ڪري ري
منجهه ڦوڪ (7)

